AJP

# تعليمي انقلاب جا بنياد رکندڙ

## سنڌ تعليمي پاليسي، 2013



عوامي جمهوري پارٽي

# تعليم

# سنڌ جي زندگيءِ موت جو سوال

## (1) تعارف

سنڌ ۾ تعليم جي صورتحال مڪمل طور تي تباهہ ۽ برباد آهي. جيترين سرڪاري ۽ غير سرڪاري رپورٽن ظاهر ٿينديون رهيون آهن انهن کي ڏسي خبر پوي ٿي تہ اسان سڀن جي اندازي کان بہ وڌيڪ تعليم جو برو حال آهي ۽ اهڙيون حالتون رهيون تہ سنڌي قوم جو مستقبل لفظن ۾ بيان ڪرڻ کان بہ وڌيڪ اونداهون آهي.

### (1.1) تعليم ڇا ڏيندي آهي:

هر ڪنهن کي خبر آهي تہ تعليم حاصل ڪرڻ سان سٺي نوڪري ملي سگهي ٿي، پر ٻيا بہ گهڻا فائدا آهن جيڪي اسان جي ڌيان ۾ نہ ٿا اچن. مثال تعليم زندگي گذارڻ جو سليقو سيکاري ٿي. روزگار ۽ ڪاروبار کي وڌائڻ جو طريقو ٻڌائي ٿي. سهپ ڏي ٿي، جنهن جي ڪري گهر جو ماحول خوشگوار ٿئي ٿو. پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان جي صحت بهتر رکڻ ۽ ان جي ڪري صحت جو خرچ گهٽائڻ ۾ مدد ڪري ٿي. تعليم يافتہ ماڻهو سماج جي ڳانڍاپي جو ذريعو بڻجن ٿا. تنهن ڪري سڄو معاشرو خوشگوار ٿئي ٿو. مطلب تہ تعليم هر لحاظ کان انسان جي زندگيءَ کي بهتر بنائي ٿي. ڪٽنب، پاڙي ۽ ڳوٺ/شهر تي تمام سٺا اثر ڇڏي ٿي.

سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ تعليم غربت ۽ امارت جو فرق ۽ انسانن ڇي سماجي درجن ۽ طبقن جو فرق گهٽ ڪندي آهي. ان طرح تہ تعليم قابليت بخشي ٿي ۽ قابليت نہ صرف سماجي درجو وڌائي ٿي پر غربت

مان نڪرڻ جا موقعا بہ ڏيڪاري ٿي، جيڪي وقت سان غريب ۽ امير جو فرق گهٽ ڪرڻ جو باعث ٿين ٿا.

**(1.2) سنڌ ۾ تعليم جو حال:**

سنڌ ۾ 44000 پرائمري اسڪول ۽ 5000 مڊل ۽ سيڪنڊري اسڪول آهن. جن ۾ 5 کان 16 سالن جا تقريبن 40 لک ٻار تعليم حاصل ڪندا آهن. اثر(Aser) [1] جي سال 2012 جي رپورٽ ٻڌائي ٿي تہ سنڌ جي سرڪاري اسڪولن جا ٽي درجا پاس ڪيل 66% ٻار پنهنجي زبان ۾ هڪ جملو نہ ٿا پڙهي سگهن ۽ 78% ٻار ٽن انگن جي ڪٽ نہ ٿا ڪري سگهن. اهڙي طرح 5 درجو پاس ڪيل 60% ٻار سنڌي يا اردو ۾ آکاڻي نہ ٿا پڙهي سگهن، 75% ٻار انگريزيءَ جو هڪ جملو نہ ٿا پڙهي سگهن ۽ 73% ٻار ونڊ نہ ٿا ڪري سگهن. هن تعليم جي معيار کي 1960 جي ڏهاڪي واري معيار سان ڀيٽيو. جڏهن مئٽرڪ 11 سالن جي هوندي هئي ۽ ٻار پهريان 4 درجا مادري زبان يعني سنڌي(يا اردو) ۾ پڙهندو هو ۽ پوءِ پهرين سال انگريزي ۾ داخل ٿيندو هو. 7 سالن کان پوءِ مئٽرڪ جو امتحان ٿيندو هو. 4 درجا سنڌي پڙهيل ٻار ترقمي حساب، اڻ پورن انگن جي ڪٽ، جوڙ ونڊ، سولي وياج ۽ ڪمپائونڊ وياج جهڙا حساب ڪري سگهندو هو.

سنڌ ۾ هر سال 100 ارب رپيا انهن اسڪولن تي خرچ ٿيندا آهن يعني اسان سنڌ جا ماڻهو اهڙي ناقص تعليم جي لاءِ هر ٻار تي هر مهيني سراسري 2000 رپين کان وڌيڪ خرچ ڪندا آهيون.

اهي 40 لک ٻار تہ جهڙي تهڙي اسڪول يا ڪاليج ۾ داخل آهن، پر سنڌ ۾ 5 کان 16 سالن جا ٻيا بہ 40 لک ٻار آهن جيڪي اسڪولن کان ٻاهر آهن ۽ جن جي حال ۽ مستقبل جو ڪو ڏڻي سائين ڪونهي. نوٽ

---

[1] Aser, Annual Survey of Education Report, 2012

ڪيو تہ موجوده حالتن ۾ جڏهن صاحب ثروت ماڻهن جا ٻار پرائيويٽ اسڪولن ۾ بهتر تعليم حاصل ڪري سگهن ٿا غريبن جا ٻار سرڪاري اسڪولن ۾ ڪجهہ بہ پرائي نہ سگهن ٿا ان ڪري سندن مستقبل ۾ غربت ۽ محرومي ڪانسواءِ ڪجهہ نہ هجي تہ اهڙي معاشري ۾ امير ۽ غريب جو فرق تمام گهڻو وڌندو محروميون ۽ ڪاوڙ جنم وٺنديون جيڪا اڳتي هلي سڄي معاشري کي دوزخ بڻائي ڇڏيندي.

(1.3) اڄ ڪالهہ جي زماني ۾ تعليم جي اهميت:

اڄ ڪالهہ جي زماني ۾ اسان ڪيترا ملڪ ۽ قومون پنهنجي نگاهن جي سامهون فرش کان عرش تي پهچندي ڏٺيون آهن. سنگاپور، مليشيا، چين، ٿائليند، سائوٿ ڪوريا ڪنهن حد تائين انڊونيشيا، هندوستان، فلپينس. اهي سڀ پاڪستان ۽ خاص طرح سنڌ کان وڌيڪ مفلس ۽ پوئتي پيل هئا. (قدرتي وسيلن ۾ اڄ بہ گهٽ آهن) گهڻو ڪري سڀ پاڪستان کان پوءِ آزاد ٿيا، پر اهي سڀ هينئر ترقيءَ جي ڏاڪڻ تي پاڪستان کان گهڻو اڳتي آهن.

انهن سڀن جي تڪڙي ترقي ڪرڻ جو راز صرف ۽ صرف اهو آهي جو هنن پنهنجي نوجوانن جي تعليم تي گهڻو ڌيان ڏنو. گلوبلائيزيشن جي هن دؤر ۾ جڏهن سڄي دنيا جون سرحدون واپار ۽ ڪاروبار لاءِ هڪ ٻي لاءِ کوليون ويون آهن تہ انهن ملڪن جا پڙهيل، صحتمند ۽ هنرمند ماڻهو گلوبلائيزيشن جي ملندڙ موقعن جو فائدو وٺندي ڪاروبار ۽ صعنت ۾ گهڻو اڳتي نڪري آيا آهن. نوٽ ڪرڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ صرف 10 سالن جي قليل عرصي جي ڪوشش سان انهن سڀني ملڪن جي ترقي ٿي سگهي يعني ڪو بہ ملڪ يا قوم صحيح منصوبہ بندي ڪري، ان راهہ تي هلڻ جون ڪوششون وٺي تہ 10 سالن ۾ ترقي جون ايتريون منزلون اڪري سگهي ٿي جو ان قوم ۾ ٻيک ۽ اڻ هوند

نہ رهي. اسان جو وطن سنڌ ان ڏوڙ ۾ تمام پوئتي هليو ويو آهي، بلڪ ڏينهون ڏينهن پوئتي پوندو پيو وڃي. ٻاهرين ملڪن کان تہ ٺهيو پنهنجي ملڪ جي ٻين صوبن کان بہ سنڌ جا رهواسي گهڻو پوئتي هليا ويا آهن ۽ سنڌ جي رهواسين مان بہ مادري زبان سنڌي ڳالهائڻ وارا اڃا بہ پوئتي آهن.

جيڪڏهن اسان جي قوم جا سڀ سڄاڻ ماڻهو بلڪ هر عورت ۽ مرد، گڏجي اهو بار نہ ٿا کڻن تہ سنڌي ماڻهو اڳين 5 سالن ۾ ايترا پوئتي هليا ويندا جو ان ڊوڙ جو حصو نہ رهي سگهندا ۽ ٻي نمبر جو شهري ۽ هميشہ محڪوم ٿي رهڻ اسان جو مقدر ٿي ويندو.

(1.4) حڪومتن جو فرض:

تعليم، صحت، روڊ ۽ رستا، آبپاشي جو نظام اهي سڀ سماج ۾ اهڙي ڊگهي مدي واري سيڙپڪاري آهن جن جو فائدو ۽ منافعو هڪدم نہ بلڪ سالن کان پوءِ ملندو آهي.

اهڙي ڊگهي مدي واري سيڙپڪاري صرف حڪومتون ڪري سگهنديون آهن. عام سيڙپڪار ۽ پرائيويٽ ڪمپنيون، جنهن کي تڪڙو منافعو حاصل ڪرڻ جي خواهش هوندي آهي، نہ پئسن جي ايتري سيڙپ ڪري سگهن ٿيون ۽ نہ ئي ايترو وقت منافعي لاءِ انتظار ڪري سگهن ٿيون.

(1.5) سنڌ جي حڪومتن ڇا ڪيو آهي؟

صرف تعليم جو مثال وٺون ٿا. 1969ع ۾ جنرل يحيٰ خان جي ملٽري حڪومت پهريون ڀيرو هڪ ماڻهو هڪ ووٽ جي بنياد تي ملڪ ۾ اليڪشن ڪرائي. ان وقت، يعني 1969ع ۾، سنڌ جي تعليم جو حال هي هو تہ سنڌ يونيورسٽي ملڪ جي پهريون نمبر نہ تہ بہ بهترين يونيورسٽين مان هڪ ليکي ويندي هئي. اين اي ڊي انجنيئرنگ ۽ ايس ايم لا ۽ ڊائو ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ملڪ جي بهترين، پروفيشنل ڪاليجن ۾ شمار

ٿيندا هئا. سنڌ جي تعليم جو معيار اهڙو هو جو اڪثر شاگرد جيڪي سنڌ ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس نہ ڪري سگهندا هئا. اهي پنجاب جي سرحد ٽپي، اتان مئٽرڪ پاس ڪري ايندا هئا. (اڄ ڪالهہ ان جي بلڪل ابتڙ ٿي رهيو آهي)

1969ع جي اليڪشن ۾ ان کان پوءِ جي ٿيل سيني چونڊن ۾ سنڌي قوم اڪثريت سان ووٽ ڏئي هڪ پارٽيءَ يعني پيپلز پارٽي کي ووٽ ڏيندي آئي آهي. صرف سنڌ صوبي ۾ ائين آهي جو سنڌي عوام هڪ پارٽيءَ کي اڪثريت سان ووٽ ڏيندو آيو آهي. باقي ٽنهي صوبن ۾ ائين نہ آهي. پنجاب، پختونخواهہ بلوچستان ۾ ڀين ڀين پارٽين کي وارو ملندو آيو آهي. صرف سنڌ ۾ سنڌي عوام اڪثريت سان پ پ جي جهوليءَ ۾ پنهنجو ووٽ، پنهنجو اعتبار ۽ پنهنجو حال ۽ مستقبل وڌو آهي.

هاڻي چئني پاسي نگاهہ ڊوڙائي ڏسو تہ 44 سالن جي ان ووٽ ۽ اعتبار جي عيوض پ پ سنڌي عوام کي ڇا ڏنو آهي؟ ڪنهن بہ هڪ شعبي کي ڏسو تعليم کي ڏسو سنڌي سماج کي ڏسو سنڌين جي معيشت کي ڏسو سندن شهرن کي، سندن صحت کي ڏسو سڀ ليڊر پاڪستان جي امير ترين ماڻهن جي لسٽ ۾ شامل ٿيندا ويا آهن ۽ باقي سڄو معاشرو ۽ سماج غربت جي آخري حدن کي پهچندو ويو آهي. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ تعليم جيڪا آسمان تي هئي سا ڌڪو ڏئي اونهي کڏ ۾ ڪيرائي وئي آهي.

هينئر ساڳي ئي پارٽي، ساڳين فضول وزيرن ۽ ساڳي فضول وڏي وزير هيٺ وري سنڌين جي ووٽن تي حڪمراني ڪرڻ آئي آهي. ساڳين ڇهرن کان، جيڪي سنڌ اسيمبليءَ ۾ حڪومتي ۽ مخالف بئنچن تي وينا آهن، چڱائيءَ جي اميد ٻہرن کان ٻير گهرڻ جي برابر ٿيندي

پر اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ هي صاحب اسان جي ووٽ تي چونڊجي،

اسان جي ڏنل ٽيڪس جي پئسن تي ٺٽ ٺانگر ۽ حڪمراني جا مزا وٺڻ آيا آهن ۽ اسان تي حڪمراني ڪندا. تنهنڪري هي اسان وٽ جوابده آهن ۽ هر سطح تي، هر وقت، هنن کان پڇاڻو ٿيڻ گهرجي. هنن کي سوڙهو ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح ئي بنجر زمين مان شايد ڪجهه ڦٽي سگهي.

## (2) سنڌ ۾ تعليم جي پاليسي جا بنيادي 11 اصول:

تعليم جي ابتدائي (پرائمري)، سيڪنڊري ۽ مٿانهين (Tertiary) يعني يونيورسٽي ليول جي تعليم کان علاوه غير روايتي (Non_formal) ۽ مدرسن ۾ ملندڙ تعليم، ٽنهي شعبن ۾ اصلاح جي شديد ضرورت آهي. انهن سڀن جي درستگيءَ جي تفصيل ڏبي تہ 100 صفحن جو ڪتاب بڻجي ويندو. تنهنڪري اختصار خاطر بنيادي تعليم تي زور ڏنو ويو آهي ۽ ڪاليج ۽ يونيورسٽي ليول جي تعليم جو سرسري طور تي ذڪر ڪيو ويو آهي.

1. پهريون ۽ انتهائي اهم نقطو هي آهي تہ سنڌ ۾ هڪدم 5 سالن لاءِ تعليمي ايمرجنسي نافذ ڪئي وڃي ۽ سڄي سنڌ حڪومت جو زور ۽ توانائي تعليم کي صحيح دڳ سان لائڻ تي لڳائي وڃي.

2. ايمرجنسيءَ جي پهرين ٻن سالن اندر سنڌ جي 5 کان 16 سالن جا 80 لک ٻار اسڪولن ۾ داخل ڪرڻ تي پورو زور لڳايو وڃي جيئن هڪ ٻار بہ اسڪول کان ٻاهر نہ رهي. (ان لاءِ هر قسم جي قانون سازي اڳ ئي ٿيل آهي، صرف قانون لاڳو ڪرڻ جو مسئلو آهي.)

3. ٻارن کي تعليم جي پوري نظام جو محور بنائڻ جي پاليسي جاري رکجي ۽ ان پاليسيءَ کي وڌيڪ سگهہ بخشجي، جنهن ۾ ٻارن ۽ سندن ضرورتن کي ترجيح هجي. ان ڪري تعليم سان گڏ، ٻارن جي صحت، سندن غذا ۽ سندن رانديون، تعليم ۽ تفريحي دورا بہ شامل هُجن.

4. ٻارن کي ملندڙ تعليم جي معيار کي بُلند ڪرڻ جا سڀ وسيلا استعمال ڪرڻ کپن تہ جيئن هنن ۾ بجاءِ رٽو لڳائڻ جي، سوچڻ ۽ پرکڻ جي صلاحيت اجاگر ٿئي ۽ هو اهڙي تعليم جي ڪري نہ صرف ملڪ جي ڪنهن بہ حصي سان مقابلو ڪرڻ جي صلاحيت حاصل ڪن پر گهڻ قومي مقابلن ۾ بہ پوئتي نہ رهن. ان لاءِ نصاب ۾ هنگامي بنيادن تي تبديلي آڻڻ، استادن جي سکيا ۽ قابليت تي تمام گهڻو زور لڳائڻ، تعليم کي مارڪيٽ جي گهرجن مطابق بنائڻ اهم جُز آهن جيئن ٻارن کي وڏي ٿيڻ تي روزگار حاصل ڪرڻ جا موقعا ملي سگهن.

5. هڪ ڪمري جي اسڪولن واري مُدي خارج پاليسيءَ کي يڪسر ختم ڪري يونين ڪائونسل ليول تي لائبريرين، ڪمپيوٽر ليبارٽرين ۽ ٻين سهولتن جا حامل هاءِ اسڪول انقلابي بنيادن تي قائم ڪيا ويندا جن ۾ ٻارن کي پرسان واري ڳوٺن مان ڪٺي اچڻ ۽ واپس پهچائڻ جو انتظام هجي.

6. ابتدائي تعليم کي مادري زبان ۾ پڙهائڻ يا انگريزي اردوءَ کي شروع کان ئي لاڳو ڪرڻ جي بحث کي هميشہ لاءِ ختم ڪري، پهرين 3 درجن ۾ مادري زبان جي تعليم ۽ چوٿين درجي کان انگريزي رائج ڪئي وڃي. ان يا ٻئي ڪنهن فيصلي تي پهچڻ لاءِ جيترا بہ مشوره ۽ عام راءِ ڏاهڻ جي ضرورت هُجي اُها ڪجي.

7. استادن جي عزت ۽ مرتبي جي بحاليءَ لاءِ حڪومتي ۽ معاشرتي اپاءَ ورتا وڃن ۽ سندن مستقبل جي منصوبابندي (Career Planning) ۽ ذميوارين جو تعين ڪيو وڃي.

8. هنري (Technical) تعليم کي تمام گهڻي اهميت ڏني وڃي.

9. اعليٰ تعليمي ادارن يعني يونيورسٽين ۾ ريسرچ تي تمام گهڻو زور رکيو وڃي ۽ ماسٽرز جي ڊگري ريسرچ سان منسلڪ ڪئي وڃي.

10. موجوده اسڪولن، مدرسن ۽ غير روايتي (Non formal) تعليم جا نصاب واضح ڪري، انهن کي هڪ ٻي سان ائين ڳنڍيو وڃي جو هڪ نظام کان ٻي نظام ڏانهن منتقل ٿيڻ جون راهون نروار ٿين ۽ مدرسن ۽ غير روايتي تعليم جي شاگردن کي روايتي تعليم جي ڌارا ۾ شامل ٿيڻ جو موقعو ملي سگهي.

11. سڀني تعليمي ادارن، خاص طرح، پرائمري اسڪولن جي ڪارڪردگيءَ جي چڪاس ۽ مانيٽر ڪرڻ جا سڀ موجوده طريقا فضول ۽ بي اثر آهن. ڪارڪردگي چڪاسڻ ۽ مانيٽر ڪرڻ جا تمام مؤثر انتظام ڪيا وڃن، جيئن پرائمريءَ کان يونيورسٽي ليول جي اِدارن جو احتساب ۽ پڇاڙو ٿي سگهي ته هو اسان جي ٻارن جي مستقبل سنوارڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ وٺي رهيا آهن.

## (3) 11 نقاطي تعليمي پاليسيءَ جي وضاحت ۽ عمل جو منصوبو:

انتهائي ضروري آهي ته پيپلز پارٽي سنڌ جي ماڻهن جي 44 سالن جي اعتماد، اعتبار ۽ ووٽ جي عيوض ۾ ڪيل اڻاهه گناهن ۽ ڏوهن جو ازالو ڪري ۽ سنڌ ۾ نئين آيل حڪومت سنجيدگيءَ سان سنڌي معاشري جي ترقيءَ جو بنياد، يعني تعليم تي ڌيان ڏي ۽ پنهنجن آئينده 5 سالن جي دور ۾ مٿي ڏنل 11 نقاطي پاليسيءَ تي هيٺين ريت عمل ڪري.

### (3.1) تعليمي ايمرجنسي عمل جو منصوبو (Action Plan)

3.1.1 سنڌ جي نئين ڪابينا پنهنجي پهرين گڏجاڻيءَ ۾ 5 سالن لاءِ تعليمي ايمرجنسي نافذ ڪرڻ جو اعلان ڪري، جنهن ۾ اعلان ڪيو وڃي ته آئينده 5 سالن لاءِ سنڌ جا سڀ وسيلا، پئسا ۽ افرادي قوت تعليم کي صحيح دڳ سان لڳائڻ تي خرچ ڪيا ويندا.

3.1.2 تعليم جي سڌاري جو هڪ جامع منصوبو بڻايو وڃي جنهن جو حدف تعليمي ايمرجنسيءَ جي 5 سالن اندر تعليم کي مڪمل طور تي صحيح دڳ سان لڳائڻ هجي. اهڙي منصوبي تي ڊويزنل ليول تي سيمينار ڪرائي سنڌ جي سڀن ساجاهہ وندن کي منصوبي جو اسٽيڪ هولڊر بڻايو وڃي.

3.1.3 اهو سمجهندي تہ تعليم جو نظام ايترو تہ خراب ٿي ويو آهي جو صرف حڪومتي انتظامي قدمن سان تعليم جو ٻيڙو نہ تري سگهندو، حڪومت سڄي سنڌ جي ماڻهن جي ان منصوبي ۾ شامل ڪري، (اسٽيڪ هولڊر بڻائي) جنهن جي لاءِ وڏي پيماني تي اخبارن ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا تي تعليمي منصوبي جي تشريح ڪئي وڃي. سڄي سنڌ جي عوام کي مدد جي اپيل ڪئي وڃي ۽ پوءِ هر 3 مهينن ۾ ڪين پيش رفت جي باري ۾ آگاهہ ڪيو وڃي.

3.1.4 سنڌ هينئر هر سال 112 ارب روپيا تعليم تي خرچ ڪري ٿي،[2] سنڌ حڪومت جا سڀ فضول ٽينڊڙ خرچ بند ڪري يا گهٽ ڪري ان رقم ۾ 90٪ اضافو ڪري تعليم جي بجيٽ 200 ارب روپيا ڪئي وڃي، جنهن جي حاصلات جي تفصيل هيٺ (3.2) ۾ ڏجي ٿي.

3.1.5 5 سالن تائين سڀني استادن جي نوڪريءَ کي (Essential Services) جو درجو ڏيئي اسٽرائيڪ ۽ قلم ڇوڙ هڙتالن تي پابندي مڙهي وڃي.

3.1.6 سڀني سياسي پارٽين کي قانوني ۽ اخلاقي طور تي پابند بڻايو وڃي تہ هو امتحانن جي ڏينهن ۾ ڌرڻا ۽ هڙتال جا سڏ نہ ڏينديون.

3.1.7 ايمرجنسي جي 5 سالن ۾ يونيورسٽين ۽ ڪاليجن ۾ سياسي پارٽين جون موجوده شاگرد ونگون سختيءَ سان ختم ڪري ادارن جي حدن کان خارج ڪيون وڃن. اهڙي شاگرد سياست سماج ۾ سواءِ ٻتي

---

[2] نان ڊيولپمينٽ حصو 99.57 ارب روپيہ ڊيولپمينٽ حصو 12.39 ارب (بجيٽ 2012_2011)

خورن جي هڪ فوج پيدا ڪرڻ جي سنڌ کي بيو ڪجهہ بہ نہ ڏنو آهي. ساڳئي وقت استاد ۽ ملازم تنظيمن کي ڪلاسن جو بائيڪاٽ ڪرڻ تي سختيءَ سان پابندي لاڳو ڪئي وڃي ۽ پوائنٽ. بسن کي روڪڻ يا اغوا ڪرڻ کي سخت قانوني ڏوهہ تصور ڪري خلاف ورزي ڪرڻ وارن تي مثالي قدم کنيو وڃي.

3.1.8 سيني استادن کي پابند بنايو وڃي تہ هو وقت تي پنهنجن اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پهچن.

3.1.9 تعليمي ايمرجنسي جي 5 سالن دوران استادن تي ڪنهن بہ قسم جون واڌاريون ڊيوٽيون جهڙوڪ اليڪشن ۽ آدمشماريءَ جا ڪم بلڪل نہ مڙهيا وڃن.

3.1.10 سنڌ جي آفيسرن جو هڪ پول جوڙيو وڃي. جيڪو ٻاهرين ملڪن جي سفارت ڪارن، مالي امداد ڏيندڙ ادارن (Donor Agencies)، پاڪستان ۾ بين الاقوامي مالياتي ادارن جهڙوڪ UNESCO, DFID, AID وغيره سان رابطي ۾ اچي ۽ سنڌ لاءِ ٻاهر جون اسڪالرشپ حاصل ڪري.

## (3.2) تعليمي ايمرجنسي جي ناڻي وارو حصو (Financial Component)

مٿين ڏنل 10 قدمن مان، ڪنهن ۾ بہ پئسن جي ضرورت نہ آهي، سواءِ تعليمي بجيٽ ۾ 200 ارب روپيہ گهرڻ جي. پوئين سال 2011_2012 جي 112 ارب روپين جي مقابلي ۾ هن سال (2012_2013 جي بجيٽ ۾) 119 ارب روپيا رکيا ويا آهن.[3] اسيمبليءَ جو بجيٽ سيشن پورو نہ ٿيو آهي، اها رقم هر حالت ۾ 200 ارب روپيہ ڪئي وڃي، جنهن جي حاصلات جي لاءِ هيٺيان قدم کڻڻ گهرجن.

3.2.1 سنڌ روينيو بورڊ 2011_2012 ۾ G.S.T جي مد ۾ 25 ارب

---

[3] بجيٽ (2012_2013) جي Documents مان

روپيہ جمع ڪيا هُئا.[4] هن سال جون جي آخر تائين 32 ارب روپيہ جمع ٿيڻ جو تخمينو آهي. اهي سڀ پئسا، تيل ۽ گئس جي رائلٽيءَ جا حاصل ٿيندڙ 57 ارب[5] روپيہ سنڌ حڪومت جي فضول خرچن جي بجاءِ تعليم تي استعمال ڪيا وڃن تہ ڪُل 75 اربن کان گهڻا وڌيڪ ملي ويندا.

3.2.2 نوٽ ڪريو تہ سنڌ ۾ 44 هزار پرائمري اسڪول آهن، پر پنجاب ۾ جنهن جي تعليم سنڌ کان گهڻي بهتر آهي ۽ آبادي ٻيڻ کان بہ وڌيڪ آهي، اُتي 55 هزار اسڪول آهن يعني سنڌ جي پرائمري اسڪولن جي تعداد کان ٻيڻ يعني 80000 هجڻ بجاءِ صرف 20 سيڪڙو وڌيڪ آهن. ان جو هڪ سبب هي آهي تہ پنجاب ۾ وڏا وڏا ڳوٺ آهن، جن کي چڪ چيو ويندو آهي ۽ سنڌ ۾ تمام ننڍڙا 8 گهرن جا ڳوٺ بہ آهن پر ٻيو بہ هڪ سبب آهي تہ اسان وٽ ڪيترا غير ضروري اسڪول آهن جن کي گهوسٽ (Ghost) اسڪول چيو ويندو آهي، جيڪي سياسي بنيادن تي ٺاهيا ويا ۽ جن جو ڪوبہ مصرف ڪونهي. پيپلز پارٽي جي پوئين وزيرِ تعليم جي چوڻ مطابق اهڙا 5 کان 7 هزار اسڪول آهن. جيڪڏهن اهڙا غير ضروري اسڪول هميشہ لاءِ بند ڪيا وڃن تہ سنڌ جي تعليم تي تہ ڪو فرق نہ پوندو، پر تقريباً 10 سيڪڙو يعني 12 ارب روپيہ بچي پوندا.

3.2.3 ان کان بہ وڌو بچت جو ٻيو طريقو بہ آهي، سنڌ جي وزارت تعليم جي هڪ رپورٽ مطابق سنڌ ۾ هڪ ڪمري وارا 15 هزار اسڪول اهڙا آهن جيڪي ٻن يا ٽن جي مُچ (Cluster) ۾ هڪ گهٽيءَ يا هڪ محلي ۾ اهڙي طرح موجود آهن جو انهن ٻن يا ٽن اسڪولن کي مِلائي آسانيءَ سان هڪ اسڪول بنائي سگهجي ٿو. اهڙي انتظام سان اسڪول جا ڪمرا بہ وڌي ويندا، استادن جي ڪمي بہ پوري ٿي ويندي، ٻن يا ٽن هيڊ ماسترن

---

[4] بجيٽ 2012_2011

[5] ناڻي واري وزير جي تقرير بجيٽ 2012_2011

جـي جـاءِ تـي هـڪ جـي ضـرورت پونـدي ۽ تعلـيم جـي Non_ Development بجيٽ مان گهٽ ۾ گهٽ 10 سيڪڙو يعني 12 ارب روپيه پيا به بچي پوندا.

3.2.4 2012_2013 جي بجيٽ تقرير ۾ سنڌ جي وڏي وزير ورلڊ بينڪ جي 40 ارب روپيه [6] امداد جي ڳالهه رکي آهي جيڪا خصوصن ٻارن جي داخلا وڌائڻ لاءِ استعمال ڪئي ويندي ۽ ان لاءِ انتظامي ڍانچي کي بهتر ڪرڻ ۽ مانٽرنگ جي نظام کي سُڌارڻ ۾ پئسا خرچ ڪيا ويندا. تمام وڏو خطرو آهي ته اُهي 40 ارب روپيه 4 سالن لاءِ يعني 10 ارب روپيه هر سال مانيٽرنگ جي نالي ۾ گاڏيون خريد ڪرڻ ۾ تباهه ڪيا ويندا. ان جي جاءِ تي 10 ارب روپيه هر سال تعليمي بجيٽ تي AJP جي ڏنل پروگرام تحت خرچ ڪيا وڃن.

## (4) سنڌي جي 80 لک ٻارن کي اسڪول ۾ داخل هجڻ گهرجي

(4.1) ٻارن جي باري ۾ پاڪستاني حڪومتن جي واعدن ۽ بين الاقوامي عهدنامن مطابق عمل ڪيو وڃي.

سنڌ حڪومت ۽ تعليم کاتي جي رپورٽن مطابق سنڌ جي 44 هزار پرائمري ۽ 5 هزار مڊل ۽ سيڪنڊري اسڪولن ۾ 40 لک ٻار داخل آهن اهڙا 40 لک ٻيا ٻار سڪولن کان ٻاهر آهن جن جو ڪو حال ۽ مستقبل ڪونهي.

پاڪستان کي ملينيم ڊيولپمينٽ گولز (MDGS) (Millennium Development Goals) ۾ ڏکر ۾ ڪيل واعدي مطابق سال 2015 تائين سين ٻارن کي تعليم ڏيارڻي آهي.[7]

[6] 400 ملين ڊالر

[7] Dakkar Protocol: Frame work of Action Education for All (E.F.A)

پنهنجي وطن ۽ وطن جي ٻارن جي مستقبل ۽ گهڻ قومي واعدن جي خاطر سنڌ جي هر ٻار کي تعليمي امرجنسيءَ جي پهرين ٻن سالن اندر سڪولن ۾ داخل ڪرڻ موجوده پ پ حڪومت ۽ سنڌ جي ساڃاهه وندن لاءِ سڀ کان وڏو چيلينج آهي ۽ ان لاءِ هنگامي بنيادن تي اپاءُ ورتا وڃن

(4.2) رڪارڊ درست ڪرڻ پهريون قدم آهي:

پهرين قدم طور 40 لک ٻارن جي اسڪول ۾ داخل هجڻ جي دعوا جي باريڪ بيني سان ڇڪاس ڪرڻ ضروري آهي. گهڻن سڃاڻ ماڻهن جو (۽ AJP جي فيلڊ ٽيم جو به) مشاهدو آهي ته ڪيترن ئي اسڪولن جي داخلا جي لسٽ من گهڙت آهي ۽ انهن اسڪولن ۾ ٻار آهن ئي ڪونه. صرف تعليم کاتي جي ڪرپشن لاءِ اهي اسڪول هلنڊڙ ڏيکاريا ٿا وڃن. تعليم کاتو سنڌ حڪومت جي رضامنديءَ سان ٻاهرين ملڪن جي امداد حاصل ڪندو رهڻ لاءِ به اهڙين من گهڙت داخلائن کي قائم ڪندو ٿو اچي. انهن داخلائن کي درست ڪرڻ انتهائي ضروري آهي جو ٻارن جي صحيح انگن ڪانسواءِ ڪا به سنجيده منصوبه بندي ڪري نه ٿي سگهي.

4.2.1 گهربل فنانس: ڪجهه به نه

(4.3) ابتدائي تعليم اڌ ۾ ڇڏڻ جا ڪارڻ ۽ ان جا حل:

جيڪي 40 لک ٻار اسڪولن کان ٻاهر ٻڌايا ٿا وڃن، انهن مان به وڏو انگ انهن جو آهي جيڪي پنهنجي ابتدائي تعليم کي اڌ ۾ ڇڏي ٿا ڏين. تنهنڪري 80 لک ٻارن کي اسڪول ۾ داخل ڪرڻ جو ٻيو ۽ اهم قدم هي آهي ته اهي سبب ڄاڻجن جن جي ڪري ٻار سڪول وچڻ ڇڏي ٿا ڏين.

پاڪستان جي قومي تعليمي پاليسي 2009 ٻڌائي ٿي ته 100 مان 31 ٻار پرائمري تعليم پوري نه ٿا ڪن. بچيل 69 مان 16٪ (يعني 11) مڊل جي تعليم پوري نه ٿا ڪن. باقي بچيلن (58) مان وري 16٪ (يعني 9) هاءِ اسڪول پورو نه ٿا ڪن.[8] ان حساب سان هاءِ اسڪول مان پاس

[8] National Education Policy 2009, Page 69

ٽيندڙ ٻارن جو تعداد 100 مان 49 وڃي ٿو بچي. پر هي تہ هئي پوري ملڪ جي سراسر. سنڌ ۾ خاص طور تي سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي سراسر ان کان گهٽي خراب آهي. ان ۾ بہ نياڻين جي سراسر اڃان بہ وڌيڪ ابتر آهي ايتري وڏي تعداد ۾ ٻارن جي ابتدائي تعليم کي اڌ ۾ ڇڏي وڃڻ جا جيڪي سرڪاري سبب ٻڌايا ٿا وڃن (والدين جي ٻارن جي پڙهائي ۾ دلچسپي نہ هجڻ يا ٻارن تي ننڍي هوندي ئي روزگار سان لڳائڻ جي ضرورت) اهي سڀ گهٽو ڪري تعليم کاتي جي نا اهلي، ڪم چوري ۽ ڪرپشن کي لڪائڻ لاءِ ٺاهيا ويا آهن.

حقيقت ۾ ٻارن، خاص طور تي پرائمريءَ جي شاگردن جو سرڪاري اسڪولن ۾ داخلا نہ وٺڻ يا اڌ ۾ ڇڏي وڃڻ جا تمام معمولي سبب آهن:

1. صبح جو اسڪول جو گهنڊ نہ وڄڻ ۽ اسيمبلي نہ ٿيڻ
2. استادن جو ٻارن کي سبق نہ ڏيڻ
3. پيئڻ جو پاڻي نہ هجڻ
4. ٽوائليٽ نہ هجڻ يا ناقص هجڻ
5. چوڪيدار نہ هجڻ ۽ ان جي ڪري اسڪول جو سامان چوري ٿي وڃڻ

4.3.1 صبح جو اسڪول جو گهنڊ ۽ اسيمبلي:

هي ڇاڪاڻ سبب جيترو سادو (Simplistic) نظر اچي ٿو اوترو ئي ان جي اهميت تمام گهڻي آهي.

گهنڊ جو وڄڻ، استاد جي اسڪول ۾ پهچي وڃڻ جو اطلاع آهي. ان سان گڏ گهنڊ وڄڻ، اسڪول جو ڊسيپلين، وقت جي پابندي، گهرجي زندگيءَ کان اسڪول جي زندگي ۾ داخل ٿيڻ ۽ ماڻتن کي تنبيهہ سين ڳالهين جو مرڪب آهي. ۽ اسيمبليءَ جي اهميت (علاوه ٻين ڳالهين جي) اها آهي تہ ٻارن کي ڏسڻ کانپوءِ هنن جي ننڍين ڪوتن جهڙوڪ ٻڻ نہ هجڻ، ڪن ۾ مير پريل هجڻ، وار ڪتر ايل يا سنواريل نہ هجڻ جهڙين

ڪوٺن جي نشاندهي ڪرڻ سان ٻارن جي والدين کي اطلاع ٿي ويندو تہ سندن ٻارن جي ظاهر تي تنقيدي نظر رکڻ وارا استاد موجود آهن، تہ هو بہ ان جو وڏيڪ خيال رکندا جنهن جو مثبت اثر نندي يا ڊگهي مدي ۾ ٻار تي پوندو.

4.3.1.1 فنانس جو حصو: ان هن ايتري وڏي ۽ اثرائتي قدم جو ڪوبہ خرچ نہ آهي.

4.3.1.2 عوامي جمهوري پارٽيءَ جي فيلڊ ٽيم جو تجربو هي آهي تہ صرف صبح جي گهنڊ جي صحيح وقت تي روزانہ وڃڻ سان نہ صرف اسڪولن جي حاضري وڏي ويندي پر تعليم اڏ ۾ ڇڏي وڃڻ جي تعداد ۾ بہ خاطر خواهہ گهٽتائي ايندي. نوٽ ڪيو وڃي هي صرف انتظامي مسئلو آهي ۽ اثرائتي مانيٽرنگ سان ٿي هن مسئلي جو حل ملي سگهي ٿو. (ڏسو اثرائتي مانيٽرنگ نمبر 11 تي).

4.3.2 استادن جو ٻارن کي سبق ڏيڻ.

والدين کي استادن جي اسڪولن ۾ موجود نہ هجڻ جي شڪايت ڪانپوءِ ٻئي نمبر تي وڏي شڪايت آهي تہ استاد سبق نہ ٿا ڏين. يعني پڙهائن نٿا. هر استاد وٽ ۽ ان جي سپروائيزر وٽ سڄي سال جي ڊائري لکت ۾ موجود هوندي آهي تہ ڪيس ڪهڙي وقت تائين ڪيترو ڪورس مڪمل ڪرڻو هوندو آهي. پر ڏينهن جا ڏينهن ٻارن کي ڪجهہ بہ نہ ڪندو ڏسي آخرڪار مائٽ مايوس ٿي ٻارن کي اسڪول موڪلڻ بند ٿا ڪري ڇڏين. ان هڪ واحد سبب جي ڪري، جيڪڏهن استاد روزانو سبق ڏين، جيئن کين ڏيڻ کپي تہ ڊراپ آئوٽ ۽ حاضريءَ جو مسئلو حل ٿي وڃي. ڊراپ آئوٽ (Drop out) جو تعداد تمام وڏي ويو آهي.

4.3.3 پيڻ جو پاڻي نہ هجڻ: مڊل ۽ سيڪنڊري اسڪولن جي بجيٽ بهتر ۽ افرادي قوت وڏيڪ هجڻ جي ڪري ۾ شاگردن جي نڀتن وڏي

عمر هجڻ جي ڪري انهن ۾ شايد پيئڻ جي پاڻيءَ جو مسئلو ايترو گهڻو نہ آهي پر پرائمري اسڪولن ۾ جتي ننڍڙا ٻار پڙهن ٿا پيئڻ جو پاڻي موجود نہ هجڻ ٻارڙن لاءِ تمام وڏو مسئلو پيدا ٿو ڪري.

هڪ ڪمري جي انهن پرائمري اسڪولن ۾ جيڪي ڳوٺن ۾ محلن ۾ قائم ٿيل آهن اهو مسئلو هجڻ ٿي نہ ڪپي پر AJP جي فيلڊ ٽيم جو تجزيو هي آهي تہ گهڻن اسڪولن ۾ اهو مسئلو موجود آهي. پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ دِلا يا مٽ، يا ڪولر موجود نہ آهن، جيڪڏهن آهن تہ انهن کي پري رکڻ جو انتظام ڪونهي.

4.3.3.1 فنانس جو حصو: ڪجهہ بہ نہ هر اسڪول جي SMC کي هر سال جا 22000 روپيہ مليل آهن هر هيڊ ٽيچر جيڪو اهي پيسا ڪيڊرائي سگهي ٿو جي فرض ۾ شامل ڪيو وڃي تہ پنهنجي اسڪولن ۾ پيئڻ جو پاڻي موجود رکن. جيڪو هيڊ ماسٽر اهو ڪم نہ ڪندو هجي، ان کان هيڊ ٽيچر هجڻ جي ذميواري کسي وڃي.

4.3.4 ٽوائليٽ جو نہ هجڻ (يا استعمال جي قابل نہ هجڻ) پرائمري اسڪولن جي ننڍڙن ٻارن لاءِ خاص طور تي نياڻين لاءِ، ٻيو مشڪل مرحلو ٽوائليٽ جو نہ هجڻ يا ان جو استعمال جي قابل نہ هجڻ آهي. جيڪي ٻار ٽوائليٽ استعمال ڪرڻ لاءِ گهر وڃن ٿا اُهي پوءِ موٽن نہ ٿا. هر يونين ڪائونسل يا وارڊ جي صفائي واري عملي تي ذميواري رکي وڃي تہ هو يوسي جي اندر ايندڙ هر پرائمري اسڪول جي صفائي ۽ ان جي ٽوائليٽ جي صفائي پنهنجن فرضن ۾ شامل ڪن.

4.3.4.2 هر پرائمري اسڪول لاءِ هڪ آيا ۽ هڪ چوڪيدار رکيو وڃي. آيا جي ڪم ۾ ٻارن کي ٽوائليٽ ۾ وٺي وڃڻ ۽ ٽوائليٽ جي روز مره جي صفائي شامل هوندي آيا جو هجڻ ان لاءِ بہ ضروري آهي تہ حڪومت پاڪستان جي 3 کان 5 سالن جي ننڍڙن ٻارن لاءِ ڪچي پهرين جي

اسڪيم شروع ڪري چڏي آهي.[9]

4.3.4.3 هن وقت پرائمري اسڪولن ۾ چوڪدارن جي لازمي مقرر هجڻ جي پاليسي نہ آهي. AJP جي فيلڊ ٽيم جو مشاهدو آهي تہ سنڌ جا سنگدل ماڻهو ننڍڙن ٻارن جي اسڪولن مان پاڻيءَ جون موٽرون، پاڻيءَ جا ڪولر پڪا ۽ ٻيو تہ ٺهيو بجليءَ جون تارون ۽ ٽوائليٽ مان ٽونٽيون پٽي ٿا وڃن اسڪول جي استادن لاءِ اهڙا خساره هر دفعي پورا ڪرڻ ممڪن نہ آهن. تنهنڪري سنڌ حڪومت هر پرائمري اسڪول ۾ هڪ چوڪيدار مقرر ڪري ڏيڻ جو بندوبست ڪري جنهن جي فرض ۾ اهو بہ شامل هجي تہ نہ صرف اسڪول جي حفاظت ڪري پر موڪل ڪرڻ جي صورت ۾ پنهنجي متبادل جو بندوبست ڪري وڃي. ڳوٺن ۾ واردن ۾ ٽهہ هزار ماهوار (Consolidated) پگهار تي آيا ۾ چوڪيدار آسانيءَ سان ملي سگهن ٿا.

4.3.4.4 فنانس جو حصو: سنڌ جي سين (44000) پرائمري اسڪولن مڊل ۽ هاءِ اسڪولن مان ڪجهہ لاءِ چوڪيدار ۽ پٽيوالا موجود آهن. هڪ آيا ۽ هڪ چوڪدار رکڻ جي فيصلي جي ڪري تعليمي بجيٽ تي 44000 x 20000 روپيہ يعني 8 ارب 80 ڪروڙ روپيہ اضافي خرچ ٿيندو. گهوسٽ اسڪولن ۽ اسڪولن جي Clusters کي ختم ڪرڻ سان اهو خرچ، جنهن جو تخمينو تفصيلن جي غير موجودگيءَ ۾ ممڪن نہ آهي، گهٽجو گهٽ ٿي ويندو آئينده جي حڪمت عمليءَ تي جيڪڏهن عمل ڪيو ويو ۽ هر يوسي ليول تي هاءِ اسڪول قائم ڪيا وڃن ۽ ٻارن کي ڪٽي اچڻ ۽ واپس ڪٽي وڃن جو بندوبست شروع ٿيو تہ اهو خرچ تمام گهٽجو گهٽ ٿيڻ جو امڪان آهي.

---

[9] ٻڪر پروٽوڪال جو پهريون گول جنهن تي حڪومت پاڪستان صحيح ڪئي آهي ڪچي پهرين (ECE) Early Childhood Education کي وڏي حد تائين ڦيلائڻ آهي. قومي تعليمي پاليسي 2009 (صفحو 35) تي، ڪچي پهرين کي شروع ڪرڻ ۽ ان لاءِ پيسا رکڻ جو مشورو ڏني

(4.4) گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جا سڀ ٻار (80 لک) موجوده 44000 (5000 مڊل ۽ هاءِ) اسڪولن ۾ اچي ويندا پر جيڪڏهن پوءِ به اسڪول عمارتن جي ضرورت هجي ته بجاءِ نيون عمارتون ٺاهڻ جي گهربل جاين تي اسڪولن ۾ ئي شفٽ هلائي وڃي.

(4.5) ضرورت پوڻ تي رٽائرڊ پرسنن، استادن کي ايمرجنسي وارن 5 سالن لاءِ ڪانٽريڪٽ تي ڀرتي ڪيو وڃي.

(4.6) NCHD جو ادارو غير روايتي تعليم ڏيڻ جو تمام وڏو تجربو رکي ٿو. اهو ادارو هاڻي غير فعال آهي. ان اداري ۽ سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن (SEF) جي مڪمل سهڪار حاصل ڪرڻ گهرجي جيئن ڏورانهن علائقن ۾ ٻارن تائين تعليم جي پئڪيج ڪري سگهجي.

(4.7) ضلعي ۽ صوبائي شڪايتن جا مرڪز کوليا وڃن ۽ سڄي سنڌ جي ماڻهن کي اپيل ڪئي وڃي ته جتي به اهڙن ٻارن تي نظر پوي جيڪي اسڪول ۾ هجڻ کپن پر نه ٿا وڃن، ته شڪايت جي مرڪز تي اطلاع ڏين. موٽ ۾ سنڌ سرڪار تعليم کاتي ۽ پوليس جي مدد سان ٻارن کي اسڪول پهچائڻ جو بندوبست ڪري.

## (5) ٻارن کي تعليمي نظام جو محور بنائڻ جي پاليسي

(5.1) ترقي يافته مغربي ملڪن ۾ گهٽ ۾ گهٽ زمانو اڳ ٻارن کي تعليمي نظام جو محور تسليم ڪري تعليمي پاليسيون ۽ نصاب ان طرز تي ٺاهيو ويو آهي. پاڪستان جي قومي تعليمي پالسي 2009 جنهن جي سنڌ صوبو به پوئيواري ڪري ٿو ۾ به ساڳيو ئي اصول ورجايو ويو آهي، پر عملي طرح ائين ٿي نه ٿو. ٻارن لاءِ خاص سهولتون، نصاب، هوشيار ۽ محنتي ٻارن لاءِ وضيفه يا ٻي ڪا همت افزائي. ڪابه اهڙي پاليسي يا اسڪيم نظر نه ٿي اچي. تعليمي ايمرجنسي ۾ اهو سڀ ڪجهه تبديل ٿيڻ کپي.

(5.2) سنڌ جي سرڪاري اسڪولن جا پڙهندڙ ٻار گهڻو ڪري غريب طبقي سان تعلق رکن ٿا، جن جي کاڌي ۾ غزائيت گهٽ، يا نه هجڻ ڪري اهي ٻار گهڻو ڪري ڪمزور ۽ Undernourished رهن ٿا. انهن ٻارن کي پروٽين (Proteins) ۽ کير جي سخت ضرورت آهي.[10] تنهنڪري سنڌ حڪومت کي پهريون ڪم سين اسڪول ويندڙ ٻارن کي هڪ وقت جو کاڌو ڪارائڻ هجڻ گهرجي. منجهند جي ماني جنهن ۾ گوشت جو ٻوڙ ۽ کير شامل هجي اسڪول جي آخري پيرڊ ۾ کارائي وڃي.

5.2.2 سنڌ حڪومت ٻارن کي خاص طور نياڻين کي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪڏهن 200 روپيه مهينو ۽ ڪڏهن گيهه جي دٻن ڏيڻ جهڙا قدم کڻندي رهي آهي هي قدم انهن سين کان افضل آهي.

5.2.3 100 ٻارن جي پرائمري اسڪول جي ماني لاءِ 4 گهر چونڊيا وڃن جيڪي 50 روپيه هر ٻار جي قيمت ۾ ٻارن کي ماني کارائِن. کير جو الڳ گلاس ڏنو وڃي. اهڙي طرح ٻارن کي نه رڳو ماني ملندي پر هر 100 ٻارن تي 4 گهرن جو مالي فائدو به پوندو.

5.2.4 50 روپيه ۾ هڪ ويلو ماني کارائڻ جي حساب سان 80 لک ٻارن کي سال جي 200 تعليمي ڏينهن جو خرچ 80 ارب روپيه سالانو ٿئي ٿو. جنهن جو بار سنڌ حڪومت جي کڻڻ کان گهڻو مٿي آهي. ٻئي پاسي سوشل رسپانسيبلٽي (Social Responsibility) (سماجي ذميواري) جي نالي سان هر تيل ۽ گيس جي کوهه مٿان سماجي ڀلائي لاءِ رقم رکي ويئي آهي. ان رقم جي جاءِ تي انهن ادارن کي ٻارن کي ماني کارائڻ جي ذميواري کڻڻ لاءِ چئبو ته هو شايد خوشي خوشيءَ سان اها ذميواري پوري ڪن. فرٽيلائيزر فيڪٽريون، سنڌ جا 30 کن کنڊ جا ڪارخانه سيمنٽ

---

[10] سڄي سنڌ ۾ نيرن تي ٻار چانهه ۽ پاپا کائي اسڪول وڃن ٿا. ان کان وڌيڪ غزائيت کان خالي پيو ڪو ناشتو نه ٿو ٿي سگهي.

جا ڪاراخانا ڪاٽن ۽ جننگ فيڪٽريون پورٽ قاسم ۽ ڪراچي پورٽ اسٽاڪ ايڪسيچينج سڀ بئنڪون انهن کي، اهڙن بين صنعتي ۽ ڪاروباري مرڪزن کي، جيڪڏهن اسڪول ورهائي ڏنا ويندا تہ هو سنڌ سرڪار جو سڄو بار کڻي ويندا. عالمي ادارا جهڙوڪ UNESCO, USAID, DFID وغيره جيڪي اڳ ئي اهڙن پلائيءَ جي ڪمن لاءِ پاڪستان ۾ سنڌ حڪومت کي چوندا رهندا آهن، خوشيءَ سان هٿ ونڊائيندا. ساڳيائي ادارا، يا يورپين ملڪن جون حڪومتون سنڌ سرڪار کي ٻارن کي کير پيارڻ لاءِ پائوڊر جو کير وٺي ڏئي سگهن ٿيون جنهن لاءِ سنڌ سرڪار کي وڏي پيماني تي انهن ادارن ۽ حڪومتن سان رابطو قائم ڪرڻ کپي. (آفيسرن جو اُهو پول Pool جنهن جو ذڪر 3.1.10 ۾ ٿيو آهي، هن ڪم لاءِ تمام موضون آهن.

(5.3) مانيءَ سان گڏ سرڪاري اسڪولن جي ٻارن کي سال ۾ 2 يونيفارم، ٽيلها ۽ 2 جوتن جا جوڙا وٺي ڏيڻ جو انتظام ڪيو وڃي.

5.3.1 فنانس جو تخمينو: 80 لک ٻارن لاءِ يونيفارم 2 ٽيلها ۽ 2 جوتن جون جوڙيون (يعني 3000 روپيا) تقريبن 2 ارب 40 ڪروڙ جي برابر ٿين ٿا جيڪا رقم سنڌ حڪومت کي تعليمي بجيٽ مان پرڻ گهرجي.

(5.4) ماني ۽ ڪپڙن کان پوءِ آخري ۾ انتهائي اهم اسم ٻارن جي صحت جي باري ۾ آهي. سنڌ حڪومت کي ان معاملي ۾ بين سين صوبن کان اڳيرو ٿي هر اسڪول ويندڙ ٻار جو ميڊيڪل فائيل ٺاهڻ جو سلسلو شروع ڪرڻ کپي.

5.4.1 هر بيسڪ هيلٿ يونٽ ۾ ڊاڪٽرن جي هڪ ٽيم مهيني ۾ هڪ دفعو هر اسڪول جي ٻارن جي ميڊيڪل چڪاس ڪري ان چڪاس جو نتيجو ڪمپيوٽر ۾ رڪارڊ ڪيو وڃي ڊاڪٽرن جي ٽيم سان گڏ موبائيل ليبارٽري هجي ۽ ڊاڪٽرن کي ٻارن جي (Pediatrics) جي باري ۾

خاص ٽريننگ ڪرايل هجي.

5.4.2 ٻارڙن جي ميڊيڪل فائيل جو سڄي قوم کي بيحد فائدو حاصل ٿيندو جو سڄي قوم جي ٻارڙن جي صحت جي تاريخ سامهون هوندي ۽ سندن والدين جي باري ۾ به ذڪر موجود هوندو.

5.4.3 خرچ جو تخمينو: نه هجڻ برابر.

(5.5) سال ۾ هڪ دفعو ٻارن کي تفريحي ۽ تعليمي ٽوئر ڪرايا وڃن، جنهن سان ٻارن ۾ تمام گهڻو اُتساهه ۽ دلچسپي پيدا ٿيندي ۽ سندن مشاهدي ۾ اضافو ٿيندو.

(5.6) هڪ وقت جي ماني، ڪپڙا ۽ جوتا، ميڊيڪل ۽ تعليمي تفريحي دؤرا ٻارن ۾ ماڻهن لاءِ ايتري وڏي همت افزائي (Incentives) جو باعث ٿيندا جو سنڌ جا سڀ ٻارڙا خوشي خوشي سرڪاري اسڪولن ۾ داخل ٿي تعليم حاصل ڪرڻ ايندا ۽ پاڪستان، خاص طور تي سنڌ، حڪومت جي ڪيل واعدن، بين الاقوامي عهدن ۽ پاڪستان جي آئين ۾ ڏنل تعليم جي باري ۾ سين گارنٽين کي مان ڏئي سگهندي.

## (6) ٻارن جي تعليم جو معيار کي بلند ڪرڻ جا سڀ وسيلا اختيار ڪيا وڃن.

(6.1) تعليم جي معيار کي بلند ۽ اعليٰ ڪرڻ لاءِ سڀ کان اهم شرط هڻي آهي ته سٺا ۽ اثرائتا استاد هجڻ گهرجن (جن جي باري ۾ تفصيل هيٺ 9 نمبر تي ڏنل آهي) ٻيو ايترو ئي اهم ته سٺو ۽ اثرائتو نصاب ۽ وڻندڙ ڪتاب هجڻ گهرجن جنهن جي باري ۾ هتي لکي رهيا آهيون ۽ آخر ۾ سٺا ۽ وڻندڙ اسڪول هجن جن جو تفصيل هيٺ 7 نمبر تي ڏئي رهيا آهيون

(6.2) سنڌ حڪومت جي سين وزيرن، مشيرن، اسيمبلي ميمبرن، تعليم کاتي جي سين سينئر ملازمن ۽ استادن ۽ سنڌ جي سين سڄاڻ ماڻهن کي

جن کي ٿورو بہ قوم جي ٻارن جو درد آهي، هڪ دفعو پرائمري ۾ مڊل جا سڀ ڪتاب پڙهڻ گهرجن. تڏهن ئي اسان کي خبر پوندي تہ اسان پنهنجي ٻارڙن کي ڪهڙي عذاب مان ٽا گذاريون. قومي تعليمي پاليسيءَ 2009ع ۾ تعليم جو وڏو مقصد اخلاق کي بلند ڪرڻ ٻڌايو ويو آهي ۽ ان لاءِ نصاب ۾ سوانح عمريون داخل ڪرڻ تجويز ڪيون ويون آهن ان جو نتيجو هي ٿيو آهي تہ سنڌي، انگريزي، اردو ۽ اسلاميات هر سبجيڪٽ جي ڪتابن ۾ سوانح عمرين جي ڀرمار آهي. سنڌ حڪومت کي گهرجي تہ پوري نصاب کي يڪدم خارج ڪري نئون نصاب تشڪيل ڏي، جنهن جي لاءِ روشن خيال اديبن، شاعرن ۽ پيشہ ورن جون خدمتون حاصل ڪيون وڃن ۽ جنهن ۾ سوانح عمرين جي ڀرمار کي ختم ڪري مشاهدي کي وڌائڻ ۽ اخلاقي قدر آکاڻين جي ذريعي سمجهائڻ جا مضمون وڌيڪ هجن.

(6.3) موجوده ڪتابن جي ڇپائي انتهائي ناقص ۽ اڻ وڻندڙ آهي. گلاسي (Glossy) ڪاغذن تي ڇپيل ۽ خوبصورت تصويرن سان ڀريل ڪتاب ڇپرائڻ جو خرچ برداشت ڪيو وڃي.

(6.4) جرمنيءَ جو تعليمي نظام دنيا جي سڀن نظامن کان بهتر ٻڌايو ٿو وڃي ٻارن جو مشاهدو وڌائڻ لاءِ تمام سوليون مشقون نصاب ۾ شامل آهن. مثال ننڍڙن ٻارن کي چوندا ٻاهر وڃون ۽ هڪ منٽ کانپوءِ موٽي اچو ۽ هاڻي لکو تہ توهان ڪهڙيون ڪهڙيون شيون ٻاهر ڏٺيون. بظاهر انتهائي ننڍي مشق سان ۾ ڪنهن بہ خرچ کانسواءِ ٻارن جي مشاهدي ڪرڻ جي قوت ۾ بي انتها اضافو ٿئي ٿو.

روس ۾ ننڍي هوندي کان ٻارن کي شطرنج سيکاري ويندي آهي ۽ حساب هر ٻار لاءِ انتر تائين، آرٽس هجي يا سائنس، لازمي رکيا ويا آهن. هنن جو چوڻ آهي تہ ان سان سوچ منطقي (Logical) ٿئي ٿي. ڏاڪٽي

انڊيا جي ڪيرالا صوبي ۾ تمام سولين راندين ذريعي سائنس جا وڏا اصول سمجهائڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي (مثال ڦوڪڻي ۾ هوا ڀري ۽ پوءِ ڇڏبو ته هوا جي خارج ٿيڻ جي مخالف پاسي اڏامندو ويندو. جنهن مان فزڪس جو ايڪشن ۽ برابر جيترو ري ايڪشن Action and Reaction) آسانيءَ سان سمجهائي سگهبو. سنڌ جو نئون ناهيل نصاب اهڙو ئي جدت، سمجهه ۽ روشن خياليءَ جو حامل هجڻ گهرجي.

(6.5) سڀ ڪان وڏي ڳالهه ته نصاب کي مارڪيٽ جي ضرورتن سان سلهائڻ لاءِ هنري سکيا (Technical Training) جا ٻه سال 9 ۽ 10 ڪلاسن ۾ اهڙي طرح رکيا وڃن جو ٻارن کي ڪجهه نه ڪجهه هنري ڄاڻ حاصل ٿي. جيڪي ٻار مئٽرڪ کان اڳتي نه ٿا پڙهي سگهن يا نه ٿا پڙهڻ چاهين اهي آسانيءَ سان عملي ميدان ۾ داخل ٿي سگهن ٿا.

مثال طور اليڪٽرانڪس بجلي، واڍڪو ڪم، نلڪي جو ڪم (Plumber)، رازڪو ڪم. اهڙن ڪمن لاءِ استاد ملڻ مشڪل نه ٿيندا مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ جي بجلي ۽ اليڪٽرانڪس جي انجنيئرن کي اهڙي طرح 5 سالن لاءِ ڪانٽريڪٽ تي رکي سگهجي ٿو جيڪي هڪ کان وڌيڪ هاءِ اسڪولن ۾ هڪ ڏينهن ۾ پيريڊ وٺن ۽ بجلي ۽ اليڪٽرانڪس جي ابتدائي سکيا ڏين.

ٻهراڙين ۾ ايگريڪلچر سان لاڳاپيل مضمون جهڙوڪ ڀاڄين ۽ فروٽ جي گريڊنگ ۽ پيڪنگ، ڀاڄين ۽ فروٽ کي ڪولڊاسٽورن ۾ ڊگهي مدي لاءِ سانڍي رکڻ، پيئڻ جي پاڻي کي صاف ڪرڻ جا پلانٽ هلائڻ (۽ Maintain ڪرڻ) مال ۽ مويشي ۽ پولٽري (Poultry) جي پالنا ۽ سنڌن صحت جا ابتدائي اصول، گل ۽ ڀاڄيون پوکڻ جا ابتدائي اصول، ديويءَ جي ڪاٺ مان ڪوئلي ناهڻ جو طريقو ڪاٺ کي پچائڻ (Cure ڪرڻ) جو طريقو ۽ ٻيا اهڙا ڪم جن جا استاد ملي سگهن،

ڪورس ۾ شامل ڪري سگهجن ٿا. هنري ڪم جي چاڻ سان ٻارن کي هنري سکيا تہ ملي ٿي پر هڪ قسم جي خوراعتمادي بہ پيدا ٿئي ٿي. ۽ هٿ جي مزوري (Labour) جو قدر ٿئي ٿو جنهن سان سڄي معاشري ۾ هٿ مزوريءَ کي هيٺين نگاهہ سان ڏسڻ جو رجهان گهٽ ٿيندو.

(6.6) سين آرٽس ۽ سائنس پڙهڻ وارن لاءِ ميٽرڪ تائين حساب (يعني ارٿميٽڪ آلجبرا ۽ جاميٽري) لازمي مضمون رکيا وڃن.

(6.7) سائنس جا مضمون (فزڪس، ڪيمسٽري، باٽني ۽ زولاجي) صرف رٽو لڳائڻ جي جاءِ تي گهٽي قدر راندين يا Practical جي ذريعي سمجهايا وڃن.

(6.8) ڪمپيوٽر لازمي مضمون هجڻ گهرجي

(6.9) سنڌ ۾ انگريزيءَ جي چاڻ تيزي سان گهٽجي پئي وڃي. نئين سري کان انگريزي بهتر ڪرڻ جا هنگامي بنيادن تي اپاءُ ورتا وڃن.

(6.10) وڏي پيماني تي سنڌ ۾ انٽر پاس ڪيل ٻار ٻاهرين ملڪن ڏانهن گريجوئيشن لاءِ موڪليا وڃن. ان لاءِ دنيا جي هر ملڪ ۽ هر يونيورسٽيءَ کان اسڪالرشپ گهري وڃي ۽ ايمرجنسي جي 5 سالن ۾ 1000 انڊر گريجوئيٽ (Undergraduate) ٻار هر سال اسڪالرشپ تي ٻاهر موڪليا وڃن. ان قدم سان سنڌ ۾ تمام وڏي تعليمي نواڻ ۽ اُتساهہ پيدا ٿيندو.

(6.11) اسان کي پنهنجن ٻارن ۽ انهن جي والدين کان تمام گهٽي شڪايت آهي تہ هو امتحان ۾ ڪاپي ٿا ڪن ۽ والدين ڪين ڪاپي ڪرائين ٿا. پر اسان کي اهو بہ ڏسڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ٻارن کي پڙهايو ئي نہ ويندو يا انهن سبجيڪٽن جا استاد ئي نہ هوندا، تہ ٻار امتحان ۾ ڇا ڪندو؟. گهڻن اسڪولن ۽ خاص طور تي ڪاليجن ۾ (انهن ۾ بہ نياڻين جي ڪاليجن ۾) سائنس پڙهائڻ وارا استاد آهن ئي ڪونہ.

AJP جو مشورو آهي تہ جديد ٽيڪنالاجي جو فائدو وٺندي، علامہ اقبال

اوپن يونيورسٽيءَ سان اهڙي طرح تعليمي الحاق ڪيو وڃي جو هر ڪاليج جا 2 ڪمرا Distance Learning جي سامان سان آراستہ ڪري ٻارن کي Video Link ذريعي انهن موضوعن تي ليڪچر ڏنا وڃن جن جا استاد انهن ڪالجن ۾ موجود نہ آهن.
علامہ اقبال يونيورسٽي گهڻو اڳ اهڙي پيش ڪش ڪري چُڪي آهي. ان پوري عمل جو خرچ نہ هجڻ برابر آهي پر ان جا فائدا تمام دور رس ٿيندا.

## (7) هڪ ڪمري وارن اسڪولن جي پاليسيءَ کي ختم ڪيو وڃي.

(7.1) سنڌ ۾ پرائمري تعليم لاءِ هڪ ڪمري جي اسڪولن جو گهڻو رواج رهيو آهي، جنهن ۾ هڪ استاد 5 ڪلاسن کي ساڳي وقت پڙهائيندو رهندو هو. اهو مدي خارج طريقو ان زماني لاءِ شايد ٺيڪ هوندو جڏهن ٻار وڻ جي هيٺان ويهي پڙهندا هئا. پر هاڻ جڏهن ٻارڙن کي تعليم جو محور بنائڻ جي پاليسيءَ تي عمل ڪيو ٿو وڃي ۽ ڪمپيوٽر ليبارٽرين جو زمانو اچي ويو آهي، ساڳيو طريقو رائج رکندو اچڻ، وقت جي ابتڙ هلڻ برابر ٿيندو. ان لاءِ ضروري آهي تہ هاڻي ساز سامان ۽ سهولتن سان آراستہ اسڪول هجڻ گهرجن.
(7.2) اڄ جي وقت سان ٺهڪندڙ پاليسي هيءَ هجڻ گهرجي تہ هر يونين ڪائونسل ليول تي هڪ يا ٻہ سهولتن سان آراستہ هاءِ اسڪول هجڻ گهرجن ۽ ٻارن کي ڪٺي اچڻ ۽ ڪٺي وڃڻ جون سهولتون ڏئي چئني پاسن جي ڳوٺن جا ٻار وٺي اچي اتي پڙهائجن.
(7.3) تعليمي ايمرجنسيءَ جي پهرين سال ۾ هر تعلقي هيڊڪوارٽر جا هڪ يا ٻہ اسڪول ڪٺجن، جيڪي اڳئي موجود آهن. ۽ جن کي پنجاب ۾ شروع ڪرايل "دانش" اسڪولن وانگر، جديد (State of the

art) خطن تي هلائجي ۽ اتي چونڊ بهترين استاد رکجن. ٻي سال ۾ سنڌ جي هر وچولي شهر ۾ هڪ هاءِ اسڪول کي ساڳي طرح سنوارجي ۽ ٽوٽل 5 سالن ۾ هر يونين ڪائونسل تائين اهڙن اسڪولن جو ڄار وڇائجي.

(7.4) انهن هاءِ اسڪولن سان گڏ هڪ ڪمري جا اسڪول پلي شانه شبانه هلندا رهن جيستائين انهن جي ضرورت ختم نه ٿي ٿي وڃي.

(7.5) هن اسڪيم ۾ سڀ کان پيچيده مسئلو ٻارن کي پستگردائيءَ جي ڳوٺن مان ڪٽي اچڻ ۽ واپس موٽائي وٺي وڃڻ آهي ان مسئلي جو حل صرف هي آهي ته ٻارن کي ڪٽي اچڻ ۽ موٽائڻ جو سڄو ڪم مقامي سوزوڪين ۽ چنگچين جي حوالي ڪيو وڃي يا ڪوسٽر پاڙي تي ورتا وڃن. مائٽن جي پاسي کان شروعاتي مزاحمت ٿي سگهي ٿي پر آهستي آهستي اها مزاحمت ختم ٿي ويندي.

(7.6) جيڪڏهن ٻارن کي ڪٽي اچڻ ۽ واپس وٺي وڃن لاءِ، مقامي ماڻهن کي ڪوسٽر ۽ وينون خريد ڪرڻ لاءِ بئنڪن مان (يا سنڌ بئنڪ مان) قرض وٺي ڏبو ۽ پوءِ کين ڪوسٽر ۽ وين هلائڻ لاءِ حڪومتِ سنڌ جي پاسي کان پيسا ملندا. ته سڄي سنڌ ۾ تمام وڏو معاشي تحرڪ ايندو.

(7.7) اڳتي هلي جڏهن سڀ اسڪول، يا گهڻا اسڪول، هاءِ اسڪول ٿي ويا ته راندين ۾ باقائدگيءَ سان ڪيڏارڻ ۽ ان ۾ مقابلا شروع ڪرائي سگهبا.

## (8) ابتدائي تعليم مادري زبان ۾ هجڻ گهرجي

تمام گهڻو وقت ان ڳالهه ۾ ضايع ٿيو آهي ته ابتدائي تعليم ڪهڙي زبان ۾ هجي. موجوده دور کان اڳ، جڏهن مئٽرڪ جا 11 درجا هوندا هئا، تنهن ۾ 5 سالن جو ٻار پهريان 4 سال سڀ مضمون سنڌي يا اردوءَ ۾ پڙهندو هو ۽ پوءِ 7 درجا انگريزي ۾.

ان کان پوءِ مغربي ملڪن جي انڌي تقليد ۾ پويون نظام بلا وجه

تبديل ڪري، مئٽرڪ 10 سال جي ڪئي وئي. ويجهو ئي اجان بہ هڪ جدت آندي وئي آهي جڏهن گريجوئيشن 4 سال جي ڪئي وئي آهي. سوچڻ ۽ سمجهڻ ڪانسواءِ جيئن وفاقي حڪومتون چونديون ويون، تعليمي پاليسيون تبديل ٿينديون ويون. هينئر اسان اهو فيصلو نہ ٿا ڪري سگهون تہ ٻارن جي ابتدائي تعليم مادري زبان ۾ پڑهايون يا انگريزي شروع ڪان ئي پڑهايون.

جيڪي بہ دوست شروع ڪان انگريزيءَ جي تعليم ضروري ڄاڻائي پهرين درجي ڪان ئي انگريزي پڑهائڻ جي حق ۾ آهن انهن جا دليل هي آهن تہ چو تہ پرائيويٽ اسڪولن ۾ پڑهندڙ ٻار آسودي گهراڻن جا آهن جن کي شروعاتي زماني کان ئي ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ جهڙيون سهولتون حاصل آهن ۽ آءِ فون سان کيڏي سگهن ٿا. تنهن ڪري سرڪاري اسڪولن ۾ پڑهندڙ ٻار اجا بہ هنن کان پوئتي هليا ويندا جيڪڏهن هنن کي هاڻي کان ئي انگريزيءَ جي تعليم نہ ڏني ويندي. اهي سبب ڪيترا بہ وزني هجن، انهن سڀن کي صرف ان ڪري ئي رد ڪري ڇڏڻ گهرجي تہ اسان جا پرائمري استاد پاڻ ئي انگريزي نہ ٿا ڄاڻن تہ ٻارن کي ڇا پڑهائيندا. نتيجي ۾ 5 درجي تائين صرف ABC تي پڑهائي وڃي ٻار انگريزي تہ ڇا پڑهيو سندس اڳلو نور بہ چٽ ٿو ٿي وڃي.

تنهن ڪري بين الاقوامي طور تي مڃيل اصولن تي عمل ڪندي ابتدائي تعليم مادري زبان ۾ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو وڃي ۽ اهو تضاد هميشہ لاءِ ختم ڪيو وڃي.

(8.1) هنن حالتن ۾ انگريزي کي 4 درجي کان رائج ڪجي ۽ اردوءَ کي 5 درجي کان.

(8.2) ان وچ ۾ استادن جو معيار بُلند ڪرڻ جا سڀ جتن استعمال ڪيا وڃن ۽ ايمرجنسي جي 5 سالن کانپوءِ وري ان ڳالهہ جو بحث اُٿاريو وڃي

تہ انگريزي شروع ڪان ئي رائج ڪجي يا نہ

## (9) استادن جي عزت ۽ مرتبي لاءِ حڪومت ۽ معاشرتي اپاءُ ورتا وڃن:

ڪنهن بہ تعليم جي نظام کي بهتر بنائڻ جو مُک ڪردار ۽ ڪنجي استاد آهي تنهنڪري استاد جو مرتبو ۽ منزلت سماج ۾ تمام اعليٰ هجڻ گهرجي پر موجوده حالتن ۾ ائين نہ آهي. استادن جو سماج ۾ مقام تمام گهٽجو ڪِري پيو آهي. هوُنءَ تہ پاڪستان جو سڄو سماج زوال پذير آهي تنهنڪري تعليم جو نظام ۽ ان سان لاڳاپيل سڀين فردن جي فرض شناسي ۽ اخلاق بہ ذوال پزير ٿي ويو آهي پر هن شعبي ۾ حڪومتي پارٽي يعني پ پ ٽي تمام وڏو فردِ جرم عائد ٿئي ٿو.

**(9.1) ميرٽ تي استادن جي پرتي ٿيڻ گهرجي:**

پ پ سنڌ ۾ سنڌين جي خلاف سڀ کان وڏو ڪرائيم اهو ڪيو آهي تہ ووٽ وٺڻ خاطر ۽ اليڪشن کٽڻ خاطر هنن استادن جون پرتيون سفارش تي اهڙي طرح ڪيون آهن جو سندن حوارين جو جيڪو پار سٽيي نوڪري حاصل ڪرڻ جي قابل نہ هوان کي پڙهائڻ جي نوڪري ڏني وئي.اهو اصطلاح عام ٿي ويو تہ "پيو ڪجهہ نہ ٿا ڏئي سگهو تہ ماستري ئي پلا وٺي ڏيوس."

پنجاب ۾ ائين نہ ٿيو پختونخواهہ ۾ ائين نہ ٿيو پنهي صوبن ۾ سفارش تي استاد پرتي ڪرڻ جي رجحان کي سختيءَ سان دٻايو ويو. سنڌ جنهن پ پ ٽي اعتماد ڪيو اتي استاد جي، سماج جي سڀ کان اهم نوڪري، يا تہ نااهل مائٽ کي ڏني وئي يا پئسن تي وڪرو ڪئي وئي. نتيجو اسان جي سامهون آهي جو پورو نظام اهڙو بگڙي ويو آهي، جو ڪوشش جي باوجود نہ ٿو سڌري

(9.2) هاڻي ڪان وٺي، جيسائين اهو 25 سالن جو گند صاف ٿي (1988ع اهو ڪرائيم ٿيندو پيو اچي) استادن جي ڀرتي ميرٽ جي سخت ترين اصول سامهون رکندي، اهڙي طرح ڪئي وڃي جو نہ صرف اميدوار بنيادي امتحان پاس ڪن پر ڪين ڪلاس ۾ ٻيهاري پڙهائڻ جي قابليت ۽ جديد طرز جي طريقن جي استعمال جي بہ پرک ڪئي وڃي، تڏهن ئي سنڌ جو تعليم جو نظام بهتريءَ جي ڏگ سان لڳندو.

(9.3) استادن جو معاشري ۾ عزت ۽ مرتبو:

تعليم جي سڌاري لاءِ انتهائي ضروري آهي تہ استادي پيشي جي مان ۽ مرتبي کي مٿانهون ڪيو وڃي. ان لاءِ پهريون قدم هي آهي تہ موجوده استاد جهڙا بہ آهن انهن کي پهريان تہ حڪومتي طور تي مان ۽ مرتبي جو اهل هن طرح قرار ڏنو وڃي.

9.3.1 حڪومت طرفان اعلان ڪيو وڃي تہ استادن جي پگهارن، پينشن ۽ ٻين سرڪاري ڪمن ۾ هر جاءِ تي سنڌن معاونت ڪئي ويندي.

9.3.2 جيڪڏهن ڪنهن اُستاد جي خلاف ڪا FIR ڪٽجي وڃي تہ استاد کي ڏوهي ثابت ٿيڻ جي پڪ تائين گرفتار نہ ڪيو وڃي صرف شڪ جي بنياد تي يا FIR جي بنياد تي استاد کي جهليو نہ وڃي.

9.3.3 سياستدان ۽ ڪامورشاهي تي فرض عائد ڪجي تہ هو هر موقعي تي استادن جي تعظيم کي بلند ڪن.

9.3.4 استادن جي قابليت وڌائڻ لاءِ هنگامي اُپاء ورتا وڃن ۽ سنڌن Career Planning ڪئي وڃي.

(9.4) سنڌ ايجوڪيشن مئنيجمينٽ سروس جو قيام:

اسڪولن ۽ ڪاليجن کي بهتر انتظام ڪاريءَ لاءِ ۽ استادن جي مستقبل جي منصوبابنديءَ لاءِ پوليس ۽ ڊسٽرڪٽ مئنيجمينٽ وانگر استادن جي بہ ڪيريئر پلاننگ ٿيڻ گهرجي.

9.4.1 ان لاءِ سنڌ ايجوڪيشن مئنيجمينٽ سروس (SEMS) جي جوڙڻ لاءِ قانون پاس ڪيو ويجي.

9.4.2 موجوده استادن مان 200 بهترين استاد ۽ هيڊ ماستر/پرنسپال کي چونڊي ڪين سنڌ جي 100 چونڊ اسڪولن ۽ ڪاليجن جو اڳواڻ بڻايو ويجي.

9.4.3 سندن رٽائرمينٽ جي عمر هاءِ ڪورٽ جي ججن وانگر 62 سال ڪئي ويجي.

9.4.4 سندن پگهارن ۾ 50٪ واڌ آندي ويجي.

9.4.5 ٻهراڙي ۽ شهر جي SEMS جي استادن جون پگهارون ۽ گهر جو ڪرايو ۽ ٻيون مراعتون هڪجهڙيون ڪيون وڃن جيئن استادن کي ٻهراڙيءَ کان شهرن ڏانهن بدلي ڪرائڻ جي رُجحان کي روڪي سگهجي.

9.4.6 هنن استادن کي ٻين استادن کي سکيا ڏيڻ جو ماهر بڻايو ويجي. پر اهڙي طرح جو هو ڪجهه وقت پنهنجي اسڪول يا ڪاليج جي اڳواڻي ڪن ۽ ڪجهه وقت ٽريننگ ڏيڻ جو فرض نڀائين.

9.4.7 ٻين استادن کي پنهنجي پنهنجي قابليت وڌائي SMES ۾ شامل ٿيڻ تي راغب ڪيو ويجي.

## (10) سنڌ ۾ هنري Technical تعليم کي سڌاريو ويجي:

سنڌ ۾ 270 مونو ۽ پاليٽيڪنيڪ اسڪول آهن. جيڪي ٽينيڪل موضوعن تي 6000 ٻارن کي هر سال ڊپلوما ڏيندا آهن. پر هر ماڻهوءَ کي خبر آهي تہ اهڙن ادارن جي تعليم نہ هجڻ جي برابر آهي ۽ هنن جو ڏنل ڊپلوما مارڪيٽ جي گهرجن کي پوري ڪرڻ جي قابل نہ آهي. انهن سيني ادارن جي تعليم هنگامي بنيادن تي بهتر بڻائي ويجي.

(10.1) STEVTA[11] جيڪو حڪومت سنڌ ۾ هنري تعليم جو انچارج آهي، ان کي مؤثر بنايو وڃي ۽ ان جي ڪارڪردگيءَ تي تنقيدي نظر رکي وڃي.

(10.2) موجوده سڀن پاليٽيڪنڪ ۽ مونوٽيڪنڪ ادارن ۾ سکيا ۽ پريڪٽيڪل لاءِ موجود مشينري مُدي خارج آهي. سڀن ادارن لاءِ نئين سري کان مشينري گهرائي وڃي.

(10.3) شاگردن کي پنهنجي ڪورس جي دوران 6 مهينن جي انٽرنشپ (Internship) لاڳاپيل Industry ۾ وٺرائي ڏجي. انٽرنشپ کي ڊپلوما حاصل ڪرڻ جو لازمي جزو بڻايو وڃي.

## (11) ريسرچ:

يونيورسٽيون ڪنهن بہ قوم جي سمجهہ ۽ سوچ جون مظهر ٿينديون آهن (يا هجڻ گهرجن) جن ۾ قوم جا بهترين دماغ هڪ جاءِ تي گڏ ٿين ٿا ۽ نہ صرف موجوده ۽ جديد سائنسي ۽ سماجي ڄاڻ کي نوجوانن تائين پهچائين ٿا پر سماج ۽ سائنس جي ڳوڙهن مسئلن تي قوم جي راءِ ناهڻ جا سرچشمہ ٿي سگهن ٿا.

يونيورسٽي تعليم تي هڪ الڳ ڪتاب لکجي سگهي ٿو پر هتي صرف ايترو مشورو ڏنو ويندو تہ فيڪلٽي، يعني پڙهائڻ وارن استادن جي قابليت ۽ ريسرچ جي ڪوالٽي ۽ مقدار تي يونيورسٽيءَ جي ڪوالٽيءَ جو دارومدار ٿي ٿو. ان ڪري يونيورسٽين ۾ استادن جي ڀرتيءَ تي تمام گهڻو احتياط ڪيو وڃي ۽ ريسرچ تي زور ڏنو وڃي، اهڙي طرح جو ماسٽرز جي ڊگري ريسرچ کانسواءِ ناممڪن بڻائي وڃي.

---

[11] Sindh Technical Education and Vocational Training Authority.

يونيورسٽين جي بجيٽ، صوبي جي تعليم جي بجيٽ جي 20% رکي وڃي. (يعني 40 ارب روپيا)

### (12) مدرسن ۾ غير روايتي (Non_formal) تعليم:

مدرسن ۾ غير روايتي تعليم جو نصاب اهڙي طرح ٺاهيو وڃي جو ٽنهي قسم جي تعليم حاصل ڪرڻ وارن کي، هڪ مان ٻي پاسي وڃڻ جا ڏگ واضح ٿي وڃن ۽ (Non_formal) غير روايتي ۽ مدرسن جا ٻار روايتي تعليم جي وسيع ڌارا ۾ شامل ٿي سگهن.

### (13) مونيٽرنگ:

(13.1) تعليم جي محڪمي جي ڪارڪردگي يا ڪنهن ٻـ محڪمي جي ڪارڪردگي چڪاسڻ جو سڀ کان وڏو ۽ اهم جُزو مونيٽرنگ يا چڪاس ڪرڻ جو نظام آهي. سنڌ حڪومت هر پرائمري اسڪول تي هڪ هيڊ ٽيچر رکيو آهي هر پندرهن ويهن اسڪولن تي هڪ سپروائيزر، هڪ تعلقي تي اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ آفيسر، هر ضلعي تي ڊسٽرڪٽ آفيسر پر ايتري چڪاس ڪرڻ واري مشينري هئڻ ڪانپوءِ ٻـ تعليم جو حال ابتر آهي.

(13.2) تعليم کاتي جو ڪرپشن جو سڀ کان وڏو هٿيار هر شيءِ کي راز ۾ رکڻ (Secrecy) آهي. ڪنهن کي ڄاڻ نہ ٿي ڏني وڃي تہ ڪهڙي اسڪول ۾ ڪهڙا استاد رکيل آهن ڪهڙا استاد ڊيپوٽيشن تي آهن ڪهڙا استاد غائب آهن ان راز ۾ ٿي پوري محڪمي ۾ انهن استادن جي جيڪي ڊيوٽي نہ ٿا ڪن ڍڪ ۾ تحفظ موجود آهي جيڪڏهن اهو راز نہ رهي سڄي ڪرپشن جو 90% ختم ٿي وڃي.

تنهنڪري AJP ٻن اهڙن قدمن جو مشوره ڏي ٿي جنهن سان 90

# تعليمي پاليسيءَ جا بنيادي 11 اصول

(1) سنڌ ۾ هڪدم 5 سالن لاءِ تعليمي ايمرجنسي نافذ ڪئي ويجي ۽ سڄي سنڌ حڪومت جو زور تعليمي بجيٽ جي واڌاري سميت، تعليم جي سڌاري تي لڳايو وڃي.

(2) ايمرجنسي جي پهرين ٻن سالن ۾ 5 کان 16 سالن جا سيئي 80 لک ٻار اسڪولن ۾ داخل ڪرايا وڃن.

(3) ٻارن کي تعليمي نظام جو محور بڻائڻ جي پاليسي جاري رکجي ۽ سندن صحت، غذا، راندين ۽ تعليمي تفريحي دؤرن تي به گهڻو زور ڏجي.

(4) تعليم جي معيار کي بُلند ڪرڻ جا سڀ طريقا جهڙوڪ استادن جي سکيا ۽ ٽريننگ، نصاب ۽ اسڪولن جي ماحول کي پُرڪشش بڻائڻ تي زور رکجي.

(5) هڪ ڪمري جي اسڪول ٺاهڻ جي پاليسي ترڪ ڪري يونين ڪائونسل ليول تي هڪ يا ٻه هاءِ اسڪول قائم ڪجن ۽ ٻارن کي پرپاسي وارن علائقن مان کڻي اچڻ ۽ کڻي وڃڻ جو انتظام ڪيو وڃي.

(6) ابتدائي تعليم کي مادري زبان ۾ پڙهائڻ يا شروع کان انگريزي پڙهائڻ جو بحث هميشه لاءِ ختم ڪيو وڃي.

(7) استادن جي عزت ۽ مرتبي جي بحاليءَ لاءِ حڪومتي ۽ معاشرتي قدم کنيا وڃن ۽ سندن مستقبل جي لاءِ منصوبه بندي ڪئي وڃي.

(8) هنري (Technical) تعليم کي گهڻي اهميت ڏني وڃي.

(9) اعليٰ تعليمي ادارن ۾ ريسرچ تي تمام گهڻو زور ڏنو وڃي ۽ استادن جي ڀرتيءَ تي تمام گهڻو احتياط ڪرڻ گهرجي.

(10) روايتي (Formal)، غير روايتي (Non-Formal) ۽ مدرسا تعليم جا نصاب نئين سري کان اهڙي طرح جوڙجن جو هڪ ڏارا کان ٻي ڏارا ۾ داخل ٿيڻ جا رستا واضع هجن.

(11) مانيٽرنگ جو تمام اثرائتو نظام قائم ڪيو وڃي.

Central Office: Awami Jamhoori Party (AJP) Blue Sky Extension Building, Giddu Chowk, Hyderabad.
Phone: 022-3866978 Fax: 022-3820181
Website: www.awamijamhooriparty.com, Email: ajp.sindh@gmail.com

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڪر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن ڪي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪيِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)